# هلندڙ بحث —[سماجواد ۽ سنڌي ليکڪ]— موهن گيهاڻي

فرانس جي مشهور دانشور روسو هڪ هنڌ چيو آهي، "انسان آزاد جنمي ٿو پر هو هر هنڌ زنجيرن ۾ جڪڙيل آهي". تنهن بعد ڪيترن ئي ودوانن زنجيرن جي روپ ويا ڪيا ڪئي. ڪيترن عالمن ودوان داخلي توڙي خارجي پهلن کي قولهي 'انهن زنجيرن' کي سمجهائڻ چاهيو. اهين يورپ ۾ هلندڙ آدرشوادي فيلسوفي (Idealism) ۽ ماديت جي فيلسوفي (Materialism) جي علمبردارن پنهنجي نقط نظر کان انهن 'زنجيرن' کي سمجهائڻ جي ڪوشش پئي ڪئي. ان وقت لنڊن جي ميوزم ۾ هڪ جرمن شرناٿي عالم انساني پيڙن کي وگياني نقط نظر کان سمجهي هڪ اهين فيلسوفيءَ جو نرماڻ ڪيو جا صرف عالمن جي ذهني کيڏ تائين محدود نه رهي، چاڪاڻ جو ڪارل مارڪس اهو سچ ظاهر ڪيو، "اڄ ڏينهن تائين فيلسوفن دنيا کي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي پر حقيقت ۾ دنيا بدلائڻ جي ضرورت آهي." اهين مارڪسواد فيلسوفي، فيلسوفيءَ جي ذهني سطح تي وگياني بنياد سان گڏ عملي پهلوءَ هن فيلسوفيءَ کي هن يگ جي انوکي فيلسوفي بڻايو آهي. "سماجواد" ان فيلسوفيءَ جو ئي انگ آهي.

مارڪسوادي فيلسوفي قبولڻ سان هن دنيا کي بدلڻ جي جوابداري قبول ڪرڻي ٿي پوي ۽ ڪن خاص آدرشن سان بڌل رهڻو ٿو پوي ۽ مارڪسوادي ليکڪ پڻ اها جوابداري لازماً قبول ڪري ٿو. سوال ٿو اٿي ته ليکڪ اها جوابداري ڪيئن نباهي؟

هر ڪا فيلسوفي ڪن بنيادن تي بڌل قدرت جي آڌار تي عالمي تصوير تي ڏئي ۽ ڪلاڪار ان قدرت جي ڪيتري ۾ ڪاره ڪري ٿو. ليکڪ جو ڪاره حالت پيدا ڪري انکي قدرن سان پورڻ آهي. سندس رچنا ڪهڙن قدرن کي ترجيح ڏئي ٿي ان مان ئي سندس فيلسوفيءَ جي چاڻ پوندي.

مارڪسوادي ليکڪ لاءِ ڪردار پنهنجو پاڻ ۽ پنهنجي ليکڪي اهتري معني نٿو رکي پر ڪردار پنهنجي من جي گتيين ۾ الجهيل نٿو رهي، پر ڪردار ڪليل آسمان هيٺ، کيتن ۾، فيڪٽرين ۾، آفيسن ۾ ۽ پنهنجي ڪل سماجي ناتن رشتن جي پيچيدگين ۾ جيئي ٿو. سندس من جي الجهن به سماجي ناتن رشتن جي پيچيدگيءَ جي پيداش آهي. مارڪسواد جي سماج وگيان جو گيان ۽ احساس جي چاڻ ڪري ليکڪ فرد ۽ سماجي رشتن جي گنڍ کي وگياني اصولن پنهنجي پوري ميزان ۾ سمجهي سگهي ٿو ۽ هو سماج جي حقيقتن کي تاريخي پس منظر ۾ سدائين بدلجندڙ ڏسي ٿو.

مارڪسوادي ليکڪن جي پهرين جي خصوصيت سنڌي ادب سان گهٽ ورڪا آهن. اڄ سنڌي سماج ۾ "سنڌيت" جي لهر زور آهي ۽ هن لهر جي لاءِ ڪن مارڪسوادي ليکڪن ئي ڪيترن

لڌيون. جڏهن ملڪ جي ورهاڱي بعد ڪي ليڊرن لڏاسائيءَ وچان سنڌين جي مڪاني ماڻهن ۾ جذب ٿي وڃڻ جي صلاح ڏئي رهيا هئا ان وقت مارڪسوادي جوانن سماج کي ”چرپر“ ۾ ڏسي آئينديءَ بابت صحيح روشني حاصل ڪري سگهيا ۽ ان روشنيءَ جي آڌار تي نئين سنڌيت جي هلچل جي شروعات ٿي. اها سنڌي ساهت ۾ ڪن فردن جي نه، پر مارڪسوادي فيلسوفيءَ جي ڪاميابي آهي، ان ڪري اڄ جو مارڪس وروڌي ”عالم“ پڻ سنڌيت جي محاذ تي پاڻ ورسائڻ جي ڪوشش ۾ مشغول آهن.

اڄ سنڌيءَ ۾ ڪوبه اهڙو ليکڪ مشڪل ملندو جو ادب براءِ ادب جو نعرو بلند ڪري، سڀ اهو قبول ڪن ٿا ته ادب کي ڪو مقصد آهي جو صرف وندر نه آهي. هن لاءِ مارڪسواد سان گڏوگڏ هندستاني ساهت جي روايت پڻ جوابدار آهي.

سنڌي مارڪسوادي ليکڪن پنهنجن وچارن سان نه صرف عوام کي اميد بخشي، جاڳي صورت ۾ زنده رهڻ جي خواهش پيدا ڪئي آهي پر جهوني سنڌي ساهت جي اوک ڊوک ڪري پنهنجي ورثي کي وگياني نقطه نظر سان پيش ڪيو آهي. البت هن ڏس ۾ صرف ڪي شروعاتي قدم ئي کڻي سگهيا آهن. مارڪسوادي ليکڪن لاءِ ڪي مجبوريون پڻ آهن. نه ته سنڌي مارڪسوادي ليکڪن جي ڪاميابي ۽ مقبوليت ۽

سنڌي سماج جي سماجواد سان ڀيٽواهي يا جيسي اي رخيءَ جو تضاد ڪيئن سمجهائجي؟ سنڌي بنيادي طور وچولي طبقي جا ۽ واپاري آهن، جنهن پونجيواد سماج ۾ هو رهن ٿا ان سماج جا قدر قبول ڪرڻ هنن لاءِ سڀاوڪ آهي چاڪاڻ جو سماجواد اڃا تائين صرف هڪ انجام آهي ۽ اهو انجام سماجي ۽ راڄنيتي سطح تي صاف ڪري سمجهائڻ لاءِ سنڌين ۾ ڪوبه واهڻ ۽ سنستا نه آهي. گهرو سنڌو ۽ اکڙو اثر سماجي ۽ راڄنيتي سطح تي ٿي سگهندو. ساهت جو اثر ديرپا ٿئي ٿو پر اهو سدائين شعور (روح) ۾ سمائڻ لاءِ وقت ٿو وٺي.

حقيقت ۾ مارڪسواد جا دشمن اهي آهن جي مارڪسواد کي مڪئنيڪل نموني سمجهن ٿا يا هڪ اڻ بدلجندڙ سچ (Dogma) ڪري ٿا قبول ڪن. ڪنهن زماني ۾ سنڌين ۾ مارڪسوادي ڪوٺائڻ، خاص ڪري ليکڪن لاءِ فيشن ٿي پيو هو پوءِ ڪن شخصي سببن ڪري ۽ ڪجهه مارڪسواد جي سطحي ابياس ڪري ۽ ڪجهه وري راڄنيتي سطح تي بدل سدل کي پوري روپ ۾ نه سمجهڻ ڪري ۽ خاص ڪري هوا جو رخ بدلجڻ ڪري ڪي سنڌي ليکڪ مارڪسواد کان گهٻرائڻ لڳا. پر هاڻي اسانجي سرڪار جو ”سماجواد“ جو آدرش سامهون رکيو آهي ته سنڌين ۾ سماجوادي ليکڪ گهڻائي ٿي پوندا پر پنهنجي عادت موجب ”سماجواد“ کي سمجهڻ جي ڪوشش نه ڪندا يا نه، اهو چوڻ مشڪل آهي.